سن ١٩٨٣ع

# سکر بئراج جي مختصر تاريخ

## جن ماڻهن ان کي ممڪن بڻايو

پي ڪي شاهاڻي

(انگريزيءَ مان ترجمو، اختصار ڪيل)





سکر بئراج جي سوال تي ڪافي مواد موجود آهي. ان ڪري ان کي ورجائڻ ٺيڪ نه ٿيندو. بئراج جي ڪاميابيءَ سان ڪم ڪرڻ جي اڌ صديءَ ڪانپوءِ مناسب آهي ته ڪجهه اهڙن ماڻهن جي فهرست پيش ڪجي، جن جي ڪري سکر بئراج ممڪن ٿي سگهيو ته کين ياد ڪيو وڃي.

١٨٤٧

١- ليفٽيننٽ ڪرنل والٽر اسڪاٽ: رائل انجنيئرنگ ڪاروس سان واسطو رکندڙ ڪرنل اسڪاٽ ١٧ نومبر ١٨٤٧ ۾ هڪ نوٽ ۾ ٻڌايو ته روهڙي وٽ جيسٽائين بند نه ٻڌو وڃي تيسين روهڙي ڪئنال نه ٿو ٺاهي سگهجي. هن جو چوڻ هو ته ان کي اڏڻ سان درياءَ پنهنجو وهڪرو تبديل ڪندو. اڳتي هلي ان ڪارائتي راءِ صلاحيتيءَ ۽ رهبري وارن پنهنجي خيال کي هٿي ڏني.

١٨٥٥

٢- ليفٽيننٽ جي جي فيف، آر اِي نارا سروي جو سپرنٽينڊنٽ: رائل انجنيئرنگ جي ليفٽيننٽ فيف ١٨٥٥ ۾ هڪ تفصيلي رپورٽ لکي جنهن جو عنوان هو "سنڌ ۾ آبپاشي جو خاڪو، ان جي سڌاري لاءِ تجويزن سميت".

١٨٥٧: ليفٽيننٽ فيف جي سفارشن کي ٺيڪ سمجهيو ويو، پر اختياري وارن محسوس ڪيو ته منظوري کان اڳ مناسب سروي ڪئي وڃي.

١٨٥٨: روهڙي ڪئنال وارو منصوبو ڪئپٽن پيش ڪيو جيڪو ان وقت تائين چيف انجنيئر ٿي ويو هو.

١٨٦٧: حڪومت ڪئپٽن فيف کي ٻڌايو ته منصوبي تي نظرثاني ڪئي وڃي. وري ١٨٩٠ ۾ ڪئپٽن فيف اسڪيم جي پوئواري ڪئي پر جڏهن پرچرڊ ڪميٽي پنهنجون سفارشون ڪيون تڏهن جنرل فيف هندستان لاءِ مملڪتي سيڪريٽري کي پنهنجي ويچارن کان آگاهه ڪيو جنهن ۾ سمورن سوالن تي چيف انجنيئر جي صلاح ڏانهن اشارو ڪيو ويو.

١٨٥١: ڪئپٽن جان جيڪب: ان سال هن سنڌ جي ڪمشنر سر ايچ بي (بعد ۾ سر بارٽل فريئر) جو ڌيان سنڌ ۾ آبپاشي جي صورتحال تي ويچار ڪرڻ لاءِ ڇڪايو.

ايچ بي فريئر: آبپاشي کاتي کي منظم ڪري بالڪس ٽونر کي ان جو انچارج مقرر ڪيائين.

١٨٦٧: ڪئپٽن لي ميسورير: ١٨٦٩ ۾ پيش ڪيل ۽ نظرثاني ٿيل منصوبي جو جائزو وٺڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو.

١٨٦٨: ڊبليو ايڇ هولاڪ: روهڙي ڪئنال منصوبي جي منظوري ڏني ۽ چيو ته "ڪم گهٽ مقداري سطح تي هٿ هيٺ ڪيو وڃي."

١٨٦٩: هزهائينس مير علي مراد خيرپور رياست جي والي ڪئنال جي خيرپور منجهان گذرڻ جي اجازت ڏني.

سر وليم ميري ويدر: ڪرنل ۽ اسٽاف آف انڊيا جي آرڊر جو نائيٽ ڪمانڊر هو. ڪئپٽن لي جي نظرثاني ٿيل منصوبي کي حڪومت وٽ پيش ڪيائين. ان منصوبي ۾ ڪئنالن ۾ پيڙين ذريعي اڃ وڃ واري سهولت به رکي وئي هئي.

١٨٧١: ڪرنل رونڊل آبپاشي جو انسپيڪٽر جنرل هو جنهن گورنمينٽ آف انڊيا ريزوليشن نمبر ٥٣٠-٣٢-١، ٢١ سيپٽمبر ١٨٧١ جاري ڪيو، جنهن ۾ حڪم ڏنل هو ته بمبئي سرڪاري سنڌ ۾ سدائتن ڪئنالن واسطي منصوبا تيار ڪري.

١٨٧٢: لارڊ نارٿ بروڪ، وائسراءِ هو ۽ جڏهن سنڌ جي دوري تي آيو هو تڏهن ميجر لي کي هدايت ڪئي هئائين ته منصوبا ترڪ ڪيا وڃن ڇاڪاڻ ته انهن کي هٿ ۾ کڻڻ جو امڪان هميشه لاءِ بنهه گهٽ آهي.

١٨٧٣: ٽنڊو-ٺٽي زميندارن ۽ جاگيردارن جي ائسوسيئيشن، وائسراءِ نارٿ بروڪ جي منصوبي کي ترڪ ڪرڻ وارين هدايتن جي موٽ ۾ ڪافي ياد داشتون موڪليون. ائسوسيئيشن پرچرڊ ڪميٽيءَ جي مخالفت واري رپورٽ جي خلاف به لکپڙهه ڪئي، جنهن منصوبي ترڪ ڪرڻ لاءِ قطعي سفارشون پيش ڪيون هيون. نيٺ جڏهن منصوبو

منظور ڪيو ويو ته ائسوسيئيشن اهو ڏسڻ لاءِ اپاءَ وٺا ته منصوبي ۾ ٺٽي باگي تعلقي جي شامل هئڻ جي خبر پئجي وڃي.

١٨٧٧: لارڊسالسبري، وائسراءِ لارڊ نارٿ بروڪ ڪانپور ۾ مندس جاءِ تي آيو ۽ ٺٽو-ڦليلي زميندار جاگيردار ائسوسيئيشن جي لکڻ هيءَ تي آبپاشي جي عام سرشتي متعلق تحقيق ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

١٨٩٠: بمبئي جي گورنر لارڊ ريئي، جنرل فيف جي لکت ڏانهن ڌيان ڇڪايو ۽ روهڙي ڪئنال منصوبي جي جاچ ڪرڻ جي تجويز ڏني. هن پاڻيءَ جي لاڳيتي فراهمي تي به زور ڏنو.

١٨٩٠: آر بي جوائنر سي آءِ اِي حيدرآباد جي ڪئنالن جو ايگزيڪيوٽو انجنيئر هو ۽ روهڙي ڪئنال جي مالي لحاظ کان عمل ۾ هئڻ جوڳا ڪاغذ تيار ڪيائين.

١٨٩١: مسٽر چارلس پرچرڊ سي ايس آءِ، ڪي اِي آءِ اِي، ڪائونسل جو ميمبر (وزير) هو. حڪومت جي هڪ ٺهراءَ ذريعي ١٩ نومبر تي ڪيس ان ڪميٽيءَ جو سربراهه بنايو ويو جنهن کي روهڙي ڪئنال منصوبي ۽ سنڌ جي آبپاشي سان لاڳاپيل ٻين سوالن تي ويچار ڪرڻو هو. ڪميٽي ساڻهن جي وڏي تعداد کان پڇاڳاڇا ڪرڻ کان پوءِ نتيجو ڪڍيو ته منصوبو مالي لحاظ کان ڪمزور آهي ۽ متفق راءِ سان سفارش ڪئي ته ترڪ ڪيو وڃي. ١٨٩٢ع ۾ حڪومت معاملي کي ائين رهڻ ڏنو. سنڌ جي سپرنٽينڊنٽ انجنيئر مسٽر ٿامسن اها به هڪڙو وڌيڪ دليل پيش ڪيو ته اسڪيم عمل ۾ آڻڻ جهڙي ڪانهي.

انڊين ڪميشن رپورٽ: ذڪر کان پڇڻ لاءِ ڪرنل سر ڪولن سي اسڪاٽ مانسرف جي اڳواڻيءَ ۾ ڪميشن قائم ڪئي وئي ته هندستان جي آبپاشي تي رپورٽ ڏئي. ڪميشن جي رپورٽ ۾ سنڌوءَ جي تبديل ٿيندڙ پيٽ وٽ بند جي اڏاوت کي اوکو ۽ گهڻو مهانگو ڪوٺيو ويو. رپورٽ جي پهرين حصي جي ٩٤ پئرا ۾ بند لاءِ بکر واري هنڌ کي ڪارائتو سڏيو ويو. چيو ويو "ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته سنڌوءَ تي بندلاءِ وڌ ۾ وڌ مناسب هنڌ روهڙي جي ويجهڙائي ۾ آهي. نقشي تي نظر وجهڻ سان خبر پوندي ته ان سان هاڻوڪي آبپاشي سرشتي کي سولائي سان ڳنڍي سگهبو". اڳتي هلي رپورٽ ۾ وڌيڪ ٻڌايو ويو "هن قسم جي وڏي اسڪيم عمل جوڳي آهي، پر گهڻين عملي ڳالهين تي ويچار ڪرڻو پوندو، جيڪي شايد ان جي وسعت کي گهٽائين".

پئرا ٩٦ ۾ بند جي رٿا تي ڳالهي ليکي رايا ڏنا ويا، سي هن ريت آهن: "هن قسم جي اسڪيم ڪارائتي آهي، ۽ شڪ ناهي ته ڪجهه سال اڳتي گهرو ويچار گهرندي، پر اسان ان جي تڪڙي اهميت متعلق متاثر ناهيون ٿيا. سنڌ ۾ ڏڪر نٿو اچي، نه ان جي آبادي گهٽيل آهي. آبپاشي لاءِ وڏن ۾ اچڻ وارا اگهه مٿاهان ڪونهن ۽ اتي سورهيائي جهڙا ڪي اپاءَ وٺڻ کان سواءِ اهڙا عام طريقي تي آبپاشي کي وڌائڻ جي گنجائش آهي. ان هوندي به اسان سمجهون ٿا سنڌ ۾ آبپاشي جي ۽ سول عملدارن کي ڪوشش وڏي چڱيءَ طرح سان طئي ڪرڻ گهرجي ته سنڌ ۾ ڪهڙين ايراضين کي هاڻوڪي سرشتي ذريعي سان ياسنڌوءَ مئجهان سنڌانتا واهه پوري ٿائين جيڪي وڃڻ سان ڪين وڌائي سگهجي ٿو". رپورٽ ۾ وڌيڪ چيو ويو "اسان ڏٺو آهي ته سنڌ جي ڪئنالن سان هيستائين آبپاشي هيٺ ايندڙ ايراضي ڏهه سيڪڙي کان وڌيڪ ناهي". رپورٽ ۾ چيو ويو ته وڌيڪ سنڌائين ڪئنالن سان ان ايراضيءَ ۾ وڌ ۾ وڌ ڏهه سيڪڙو واڌ ايندي، جنهن لاءِ انهن ڪئنالن ٺاهڻ تي وڏو خرچ ايندو". ساڳي پئرا ۾ هڪ اهم ڳالهه اها به ڪئي وئي ته "سنڌو مٿان بند واري سوال کي ڇڏيو نه وڃي. انگ اکر ۽ معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وڃي. جيڪا سڀني ماهرن جي فيصلي ڏيڻ کان اڳ ضروري آهي پوءِ پهرين اهي منصوبي يا ان تي ايندڙ لاڳت کي عمل جوڳو ئي چئو نه قرار ڏين. اهو ممڪن آهي ته اهڙي مضبوط اسڪيم جوڙي وڃي جنهن ۾ ڪاميابيءَ جو هر امڪان هجي. ڪميٽي هاڻوڪي سرشتي واري پاليسي ۽ سنڌ جي هاڻوڪي پوڙين وارن ڪئنالن کي ان حد تائين وڌائڻ ۽ توسيع جي سفارش ڪري ٿي جنهن سان آبپاشي هيٺ ايندڙ ايراضي ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار لک ايڪڙن جو اضافو ٿئي".

آنريبل مسٽر جي ڊبليو آر مونير مئڪنزي آءِ سي ايس: بمبئي سرڪار جي چيف سيڪريٽري هئڻ جي حيثيت ۾ هن انڊين اريگيشن ڪميشن اڳيان حاضر ٿيو. جنهن ڪميشن جو پهريون اجلاس ٢٨ آڪٽوبر ١٨٨١ع تي لاهور ۾ ٿيو ته ان جو افتتاح پنجاب جي ليفٽيننٽ گورنر ڪيو، جتي مونير مئڪنزي هن کي سنڌوءَ مٿان بند ٻڌڻ جي فائدن متعلق قائل ڪرڻ جي وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪئي. جڏهن ڪميشن جو هڪ ميمبر مرڪزي وزير ٿي ويو تڏهن مئڪنزي کي اضافي ميمبر ڪيو ويو. ڪميشن پوءِ سکر جو دورو ڪيو ۽ ٺٽي تي ماڻهن کان پڇا ڳاڇا ڪئي وئي. ان جي نتيجي ۾ ١٩٠٤ع ۾ هو سنڌ جو ڪمشنر ٿي ويو.

سر ايون جيمز: ۱۸۹۸ ۾ سنڌ جي ڪمشنر هئڻ جي حيثيت ۾ ۱۸۹۸ ۾ پنجاب ۾ ڪئنالن کوٽڻ جي سوال تي ڌيان ڇڪايائين.

مسٽر ڊانوسن: ۱۹۰۰ ۾ رور انڊس ڪميشن جي سيڪريٽري جي حيثيت ۾ سکر واري هنڌ جي شروعاتي جاچ جوچ ڪئي ۽ انڊين اريگيشن ڪميشن جي اڳيان پيش ٿيو ۽ جيڪا تياري ڪئي هئائين، تنهن کي ڪميشن پاران دلچسپ يادداشت نامو قرار ڏنو ويو.

ڊاڪٽر سمرس: سنڌ اريگيشن ڪميشن پاران ۱۹۰۱-۳ تائين ڪيل مطالعي منجهان توڙي جو ڪن به عملي تجويزن جو نتيجو ڪونه نڪتو پر سکر ۾ سنڌو درياءَ جي کابي ڪپ واري ڊويزن جي سپرنٽينڊنگ انجنيئر ڊاڪٽر سمرس روهڙي کان دادو ڪئنال فيڊر تائين سروي ڪئي ۽ تسليم ڪيائين ته هن جي فيڊرس ساڄي ڪپ واري ڪئنال کي فراهمي لاءِ سکر وٽ بند جي ضرورت آهي. اڳتي هلي اها سروي هاڻوڪي روهڙي حيدرآباد ڪئنال جي سموري ايراضيءَ تائين وڌائي وئي. هند سرڪار ۽ بمبئي سرڪار ڏانهن موڪليل شروعاتي رٿائن ۽ ڪاٿن ۾ منظوري لاءِ اسڪيم پيش ڪئي جيڪا هنن ڳالهين تي مشتمل هئي:

۱- سکر وٽ هڪ بئراج
۲- ساڄي ڪناري وارو هڪ ڪئنال
۳- روهڙي- حيدرآباد ڪئنال
۴- ايرندو نارا ڪئنال.

جي بيڪن: ۱۹۰۶ جي شروعات ۾ اريگيشن جي انسپيڪٽر جنرل جي حيثيت ۾ سنڌائن واهن جا امڪان جاچڻ لاءِ هن سنڌ جو دورو ڪيو ۽ ۱۵ آگسٽ ۱۹۰۶ تي پنهنجي نوٽ ۾ تجويز ڏنائين ته روهڙي وٽان بند ۽ ڪئنالن کاهڻ لاءِ کوجنائون ڪيون وڃن.

ڪرنل جي ڊبليو اوٽلي، ايل جيڪب، ڊبليو ايل ڪئمرون، اي ايل ويب: لنڊن ۾ هندستان واسطي سلطنتي سيڪريٽري پاران ۱۹۱۲-۱۳ ۾ ڪميٽيءَ جا ميمبر مقرر ڪيا. حڪومت هندستان پاران تجويز منظور ڪري ۱۹۰۷ ۾ حڪم جاري ڪيا. بئراج ۽ ڪئنال واسطي مڪمل اسڪيم حڪومت هند کي موڪلي وئي جنهن ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن سفارش ۾ رکيو بئراج ۽ روهڙي ڪئنال جي اڏاوت جي تجويز ڏني وئي. ايرندي ناري ۽ ساڄي ڪپ وارن ڪئنالن جي تجويز وڌيڪ ويچار لاءِ پٺتي ڇڏي وئي. سيڪريٽري آف اسٽيٽ ۱۹۱۲ ۾ اهي تجويزون لنڊن ۾ هڪ انجنيئرنگ جي ڪميٽيءَ اڳيان رکيون، جيڪي سر جي اوٽلي ۽ ميسرس جيڪب، ڪئمرون ۽ ويب هئا. هنن رپورٽ ۱۹۱۳ ۾ جاري ڪئي وئي، جنهن ۾ هي ڳالهيون هيون:

الف) منصوبو، حفاظتي اپاءَ طور ضروري ناهي؛

ب) منصوبو پيداواري ناهي؛

ت) فائدو ايترو ته گهٽ آهي ان ڪري ڪاٿا لازمي طرح سان غير معمولي حد تائين ٺيڪ هجن جيئن اسڪيم فائدي جوڳي ٿئي.

ث) بئراج جي ڪٿ اڻ پوري آهي، ڊزائين تي چڱيءَ طرح سان ويچار ناهي ٿيل ان ڪانسواءِ ڪافي اسن تي وڏو اختلاف راءِ ظاهر ڪيو ويو؛

ج) بئراج کان سواءِ روهڙي ڪئنال جوڙڻ جو مطلب اهو ٿيندو ته هيءَ ڪئنال وڏي ايراضيءَ لاءِ فراهمي جو وسيلو بڻجي جيڪا هاڻي گهڻن ننڍين ڪئنالن ذريعي آباد ڪئي وڃي ٿي.

ننڍيا ڪئنال هڪ ئي وقت ناڪام نه ٿيندا، ۽ جيڪڏهن ڪو هڪ ناڪام ٿيو ته ان جي اهميت ڪونه هوندي، پر روهڙي ڪئنال جي ناڪامي سموري ايراضي لاءِ هاڃيڪار ٿيندي. توڙي جو اسڪيم غير پيداواري ۽ اڻ پوري هئي تڏهن به ڪميٽي سفارش ڪئي ته مڪمل اسڪيم ٺاهي وڃي ۽ تيار رکي وڃي. هن چيو ته سنڌ توڙي جو ماضيءَ ۾ نه پوئجيو آهي، پر اڳتي هلي ان کي ضرور نقصان رسندو ۽ ان حالت ۾ خرابي ختم ڪرڻ لاءِ اپاءَ ورتا وڃن، پوءِ ڀلي انهن جو جواز نه هجي ۽ ڪٿي غير پيداواري هجن.

اي اي سمٿ: آڪٽوبر ۱۹۵۵ ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر مسٽر اي اي سمٿ کي سنڌ جي چيف انجنيئر ماتحت خاص ڊيوٽي تي رکيو ويو ۽ سندس ڪم سکر بئراج منصوبي تي نظرثاني ڪرڻ هو ۽ پهرين سيپٽمبر ۱۹۱۶ تي هن نئون منظور ٿيل عارضي، سکر بئراج پروجيڪٽ ڊسٽرڪٽ کوليو. پر ٻئي ڏينهن تي سندس جاءِ تي هڪ ٻيو ايگزيڪيوٽو انجنيئر رکيو ويو ۽ هو فوجي ڊيوٽي تي رهيو. انهن تجويزن تي عمل ڪندي وڌيڪ بئراج کي پيهر ڊيزائين ڪرڻ ۾ سمورن ڪئنال سرشتن کي پيهر ڊيزائين ڪرڻ جو ڪم مسٽر سمٿ جي حوالي ڪيو ويو ۽ ان لاءِ جنوري ۱۹۱۸ ۾ کيس فوجي ڊيوٽي تان سڏايو ويو. حقيقي بئراج لاءِ رٿائون ۽ ڪاٿا آڪٽوبر ۱۹۱۹ ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر سکر بئراج پروجيڪٽ ڊويزن پاران مڪمل ڪيا ويا هئا. سمورو منصوبو بمبئي سرڪار پاران، هند سرڪار وٽ پيش ڪيو ويو ۽ ۱۶ ڊسمبر ۱۹۲۰ تي موڪليل ليٽر ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن مضبوط سفارش

ڪندي چيو ويو تہ هو سمجهن ٿا تہ بئراج جي لاڳت ۾ فولاد ۽ لوهہ واسطي ۱۲۵ لک ۽ بئراج جي پلانٽ واسطي ۱۳۰ لک رپيا وڌيڪ گڏيا وڃن. ساڳئي ليٽر ۾ هند سرڪار لنڊن ڪميٽي ۽ پاران بئراج جي فائدي ۾ جيل ڳالهين جو ذڪر بہ ڪيو ويو، جيڪي ۱۹۰۳ واري رپورٽ ۾ ڇپيون ويون هيون.

مسٽر مسٽو لائيڊ بئراج سرڪل جو پهرين جولاءِ ۱۹۲۳ کان بئراج جي تڪميل يعني ۲۷ اپريل ۱۹۳۲ تائين سپرنٽينڊنگ انجنيئر هو.

سر مائيڪل نيٽر سول: آبپاشي جي انسپيڪٽر جنرل هئڻ جي حيثيت ۾ هن ۷ جنوري ۱۹۱۶ تي هڪ ٽيڪنيڪل نوٽ تيار ڪيو. هن جي يادگار ڪم ڪانفس پوءِ اينڊڙ سر ڊاسن واردي کي بئريج جي ٽيڪنيڪل تفصيلن ڏاهڻ ۾ رهبر هنسر طور مدد ڏني. سر ڊاسن وارڊ: هن پروجيڪٽ متعلق انسپيڪٽر جنرل آف اريگيشن وارو نوٽ ۲۲ مارچ ۱۹۱۷ تي ڏٺو ۽ سنڌ جي چيف انجنيئر ڏانهن روانو ڪيو ۽ ان ۾ ڪافي تجويزون ڏنيون.

سي ايرلين: هي مسٽر پيڪر سان گڏ ايگزيڪيوٽو انجنيئر هو. هنجي مسٽر سي ايم پيڪر سان گڏيل رپورٽ بئراج منصوبي جي منظوري ۾ مدد ڏني. لارڊ چيلمسفورڊ جي مانٽيگ ڏانهن موڪليل مشهور خط ۾ انجو ذڪر آهي.

ايچ ايس لارينس سي ايس آءِ: سنڌ جو ۱۹۱۷ کان ۱۹۲۰ تائين ڪمشنر هو ۽ مختلف کاتن جي مقامي اختياري جي اختلافن تي ضابطو ڪيائين. هن انهہ ڳهٽ عملي هوندي پروجيڪٽ کي تفصيل سان مڪمل تيار ڪيو.

مسز لارينس: مسٽر لارينس جي حياتيءَ جي احوال واري ڪتاب ۾ لکي ٿي "هيڏيءَ کي

اسڪيم ڏاهڻ ۾ ٽي سال لڳا ۽ بمبئي سرڪار ۽ هند سرڪار جي مرضي حاصل ڪرڻ لاءِ ارڙهن مهينا محنت ڪيائين. هينريءَ جي هن ڪم تي منظوريءَ جي مهر ان وقت لڳي جڏهن هند سرڪار سرڪاري طرح پڌرائي ڪئي:

" اسين سمجهون ٿا تہ هيءَ اسڪيم جڏهن تعمير ڪئي وئي تہ سنڌ جي زراعت ۾ انقلاب اچي ويندو ۽ اها هندستان جي وڏ ۾ وڏ خوشحال خطن منجهان هڪ ٿي ويندي. هن وڏ ۾ وڏ اطمينان جوڳي حاصلات جو سهرو بنيادي طرح سان سنڌ جي ڪمشنر آنريبل مسٽر ايچ ايس لارينس تي آهي، جنهن مختلف کاتن ۾ مقامي اختياري جي اختلافن تي ضابطو ڪيو، جن سبب ماضيءَ ۾ اسڪيم جي تياريءَ ۾ رنڊڪون پيون."

سر مانٽيگ ڊي ويب: سول ۽ ملٽري گزيٽ جي ايڊيٽر ۽ ڪراچيءَ جي ممتاز شهري جي حيثيت ۾ هن پروجيڪٽ جي پونواري ڪندي ڪراچي ۽ سنڌ لاءِ ان جي تڪميل باعث ٿيندڙ اهميت کي اجاگر پئي ڪيو. هن ان کي هن ريت بيان ڪيو: "اهڙو ڪم جنهن جي ساراهہ تشبيهون بہ نہ ڪري سگهن ۽ ايندڙ نسل خاطريءَ سان ان کي دنيا جو هڪڙو انگريز عجوبو سمجهندا".

غلام محمد ڀرڳڙي: هي هر سال سنڌ جي صوبائي ڪانفرنس ڪوٺائيندو رهيو ۽ هر سال سکر بئراج منصوبي جي بهادري سان پنڀرائي ڪندو رهيو. هن ڪيترا ڀيرا بمبئي جي گورنر سان ملاقاتون ڪيون. ۱۹۱۸ ۾ سيٺ هرچندراءِ سان گڏ انڊيا لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ مسٽر ايڊون مانٽيگ سان ملاقات ڪيائين ۽ وري سنڌ جي عوام

جي بئراج واري خواهش کي ورجايائين.

سرامٽيننگ ايڊلي: هن لاڙڪاڻي ڪينڪٽري ڏانهن ڏيان ڇڪرايو ۽ پنجاب منجهان پاڻيءَ جي لهڻ وارن اثرن تي راءِ ڏنائين.

ايف ڊبليو ووڊس سي آءِ اي ڪجهہ وقت پنجاب جو چيف انجنيئر هو ۽ هن جون ۱۹۲۲ ۾ رائل سوسائٽي آف آرٽس اڳيان هندستان ۾ آبپاشيءَ جي معاملي تي رپورٽ پيش ڪيائين. هن گڏجاڻيءَ ۾ گهڻائي سکيم انجنيئر ۽ ٻيا ماڻهو شامل ٿيا جن مختلف رايا ڏنا. انهن سان ڪجهہ تنقيدون هن ريت آهن:

الف) ڊيزائنون غلط آهن؛

ب) اڏاوتي طريقا مناسب ڪونهن؛

ت) آبپاشي هيٺ ايندڙ ايراضيءَ وڏاءَ تي پٽل آهي؛

ث) اسڪيم مالي خرچ نہ پوري سگهندي.

ڪنبي سي آءِ اي: سنڌ جو چيف انجنيئر هو بعد ۾ بمبئي ۾ چيف انجنيئر هو "هن قابليت سان منصوبي جي انجنيئرنگ وارن پهلوئن کي ضابطي ۾ رکيو". اي اي مسٽو جي ڪم جي نگراني بہ ڪيائين.

سي ايس هئريسن: هند سرڪار وٽ منصوبي پيش ڪرڻ کان پوءِ پهرين فيبروري ۱۹۲۱ ۾ نئين سپرنٽينڊنسي قائم ڪئي وئي ۽ عهدي تي مسٽر سي ايس سي هئريسن کي رکيو ويو، ۽ ڪيس سکر بئراج پروجيڪٽ نگران سپرنٽينڊنٽ انجنيئر بہ ڪيو ويو.

دي رائيٽ آنريبل اي ايس مانٽيگ: جون ۱۹۲۰ تي بادشاهہ سلامت جي هن سيڪريٽري آف اسٽيٽ هند سرڪار کي پڌرايو تہ منصوبو ٽيڪنيڪي ۽ انتظامي نقطہءِ نگاهہ کان منظور ڪيو ويو

آهي ۽ هن ڪم لاءِ ٺاهڻ جهڙا ڪرڻ واسطي وڌيڪ معلومات گهربل آهي. ان ڪانپوءِ وارن ارڙهن سالن ۾ هي معاملو بمبئي سرڪار ۽ هند سرڪار جي وچ ۾ بحث هيٺ رهيو. نيٺ بمبئي سرڪار ۽ سيڪريٽري آف اسٽيٽ وچ ۾ معاملو نبري ويو. جون ١٩٢٣ ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ، بمبئي سرڪار جي قانون ساز ڪائونسل پاران منظور ڪري ڇڏي ڏنو ويو ته پوءِ جولاءِ ١٩٢٣، کان اڏاوت جو ڪم شروع ڪيو ويو.

سر چيمفلاس ايڇ سيفلا ويوڊ، ڪي ٽي ايل ايل ڊي: هن ٩ جون ١٩٢٣ تي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جي گڏجاڻي ۾ ٺهراءُ ڪيو "هي ڪائونسل سکر بئراج منصوبي کي منظور ڪري ٿي، جنهن کي سيڪريٽري آف اسٽيٽ جي منظوري ملي چڪي آهي ۽ ڪائونسل ۾ گورنر کي سفارش ڪئي ٿي وڃي ته جيترو جلد ممڪن ٿي سگهي ڪم شروع ڪرايو وڃي". ان کانپوءِ ٺهراءُ پاس ٿي ويو.

سر جارج لائيڊ: جولاءِ ١٩٢٣ ۾ بمبئي سرڪار لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي گڏيل راءِ سان پيش منظور ٿيل ٺهراءُ تي عمل ڪندي حڪم جاري ڪيو ته بئراج کي بمبئي جي گورنر سر جارج لائيڊ جي نالي سان سڏيو ويندو. سر جارج وائسڊ اڳتي هلي وائسراءِ بڻيو هو جنهن جي ڏاهپ سياڻپ ۽ پڪي ارادي سان بئراج تڪميل تي پهتو.

جي اين گوهالي: سکر بئراج جي قيام ۾ شامل نالن مڃيل گهڻا قابليت ڪونه ڪيا ويا آهن، ۽ گهڻن کي گهٽ ياد ڪيو ويو آهي. انهن مڃيل هڪ جي اين گوهالي آهي جنهن ايم سکر جي فنائي ڪندي مسٽر پلان ڪئي ۽ سهڪار ڪيو. هو اين اي ڊي انجنيئرنگ ڪاليج جو پرنسپال هو گهربل تربيت وارا ماڻهو مهيا ڪيائين جن بئراج جي منصوبي ۽ ان کي هلائڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪيو. مسٽر گوهالي اهو فرض موجوده آبپاشي، سول ۽ پبلڪ هيلٿ جي اڻ وانگر پورو ڪيو. وڏا کي ڪان سکو پوءِ جنهن بئراج جي اڏاوت لاءِ خطرو پيدا ٿي ويو هو، تڏهن مسٽر گوهالي پونا ڪان ڪجهه آيو ۽ ڪاريگرن مشورن سان اهو خطرو ٽاريائين.

هيٺين وڏي ڪاريگري ڪم لاءِ ماڻهن جو هجوم هو، جتي ان جو بنياد وڌو. افتتاحي تقريب وقت جاري ڪيل ڪتابڙي ۾ ان سوري عملي جو تعداد ١٧٦ ڄاڻايو ويو، ۽ اچو ته انهن کي سلام ڪريون.

هيٺين وڏي يادگار ڪم ۾ بهادري سان هلندڙ سڀني ماڻهن جا نالا الف بي واري حساب سان هتي ڄاڻايون ٿا، جيڪي ڌار ڌار وقتن تي ڌار هنڌن تي ڪم ڪندا رهيا.

سپرنٽينڊنٽ انجنيئر روهڙي ڪئنال سرڪل مسٽر ٽي اي انڊريو ايگزيڪيوٽو انجنيئر روهڙي ڪئنال ڊويزن I خانبهادر جي آر ڪولابا والا سپرنٽينڊنگ انجنيئر نارٿ ويسٽرن سرڪل ڊبليو ايڇ ڪي رٽليج. سپرنٽينڊنٽ انجنيئر نارٿ ويسٽرن سرڪل مسٽر اي گورڊن. سپرنٽينڊنگ انجنيئر نارٿ سرڪل مسٽر ڊبليو ڪوڪ پيٽرڪ. سپرنٽينڊنگ انجنيئر روهڙي ڪئنال سرڪل مسٽر ايس اي ايم ليوس. جوائنٽ چيف انجنيئر فار سنڌ مسٽر سي او لائونزلي. سپرنٽينڊنگ انجنيئر ويسٽرن سرڪل مسٽر آر بي مجيلان. سپرنٽينڊنگ انجنيئر نارٿ ويسٽرن سرڪل مسٽر ٽي ايس مير چندائي، چيف انجنيئر لائيڊ بئراج اينڊ ڪئنال ڪنسٽرڪشن مسٽر سي ايس مولي. ايگزيڪيوٽو انجنيئر روهڙي ڪئنال ڊويزن نمبر هڪ مسٽر ايم ٽي مئرانسي، سپرنٽينڊنگ انجنيئر لائيڊ بئراج سرڪل مسٽر ايڇ ڊبليو آئين ٽيلانو. سپرنٽينڊنگ انجنيئر ايسٽرن نارا سرڪل مسٽر ڊي آر مالڪني، سپرنٽينڊنگ انجنيئر نارٿ ويسٽرن سرڪل ڊاڪٽر بي آر سنڌر والا، سپرنٽينڊنگ انجنيئر نارٿ ويسٽرن سرڪل مسٽر اي پي واٽسن.

سي ايم بيڪر، آءِ سي ايس: جنوري ١٩١٨ ۾ هن کي اي ڊبليو ڊيا جي مسٽر سي اين ليون سان اسپيشل ڊيوٽيءَ تي رکيو ويو ۽ هن ڊيزائن متعلق ڪافي سوالن تي بحث ۽ نظرثاني جو ڪم ٿيو. پوءِ بيڪر بئراج جي روينيو ۽ انتظامي هلائڻ چلائڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪيو.

ايڇ ڊائو، سي آءِ اي، آءِ سي ايس: هي جنوري ١٩١٧ کان ١٩٢٣ تائين لائيڊ بئراج جو روينيو آفيسر هو. (ڪراچيءَ ۾ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج هن جي نالي سان آهي). پنهنجي عرصي ۾ هن سرڪاري زمين جي وڪري جو پروگرام ڪيو. هن صاف طرح سان پڌرو ته جيڪڏهن پهرين وارن کي خاطريءَ سان پاڻي نه ڏنو ويو ته ان سان زمين خريد ڪندڙن جي بي همتي ٿيندي ۽ زمين جو ملهه گهٽجي ويندو جنهن جا بئراج واري منصوبي جي ڪارائتي هئڻ تي خطرناڪ اثر ٿيندا.

ائڊوائزري ڪميٽي: جيئن ئي لائيڊ بئراج منصوبي جي منظوري ڏني وئي ته سرڪاري ۽ غير سرڪاري ماڻهن جي گڏيل هڪ صلاحڪار ڪميٽي سنڌ جي ڪمشنر جي اڳواڻي هيٺ ٺاهي وئي جنهن جو مقصد سنڌ ۾ زرعي ترقي سان ويچار ڪرڻ هو. ان

ڪي سواءِ ٻه آزاد ڪميٽيون ٺاهيون
ويون، جن ۾ هڪ سرڪاري عملدار
واري اسٽينڊنگ ڪميٽي ۽ ٻي
غير سرڪاري ماڻهن جي صلاحڪار
ڪميٽي، انهن جو ڪم ٻراج
اسڪيم هلائڻ لاءِ حڪومت جي
مدد ڪرڻ هو. انهن مان هڪ
کي "لائيڊ ٻراج اسٽينڊنگ
ڪميٽي" ۽ "لائيڊ ٻراج
ائڊوائيزري ڪميٽي" سڏيو ٿي
ويو. اسٽينڊنگ ڪميٽي هنن
عملدارن تي ٻڌل هئي. چيئرمين،
ڪمشنر سنڌ، ميمبر،
سنڌ جو چيف انجنيئر،
سنڌ جو جوائنٽ چيف انجنيئر،
ريونيو آفيسر لائيڊ ٻراج اينڊ ڪئنال
ڪنسٽرڪشن، سنڌ جو چيف
ائگريڪلچرل آفيسر ڪنزرويٽو آفيسر
(سنڌ سرڪل).

ائڊوائيزري ڪميٽي ۾ هي
ماڻهو هئا: سنڌ مان چيئرمين مسٽر
جمشيد اين آر مهتا، ميمبر سر
شاهنواز خان، غلام مرتضيٰ خان
ڀٽو ڪي ٽي، سي آءِ اِي، او بي اِي
ايم ايل سي، خانبهادر الله بخش،
حاجي محمد عمر، ايم ايل سي.
راءِ بهادر ڏارو مل بلارام. حاجي
عبدالله هارون، ايم ايل اي. مسٽر
ڏوشن سنگهه ملوڪ سنگهه بخشي.
پريزيڊنسي جي باقي حصي مان
مسٽر ايڇ ايس ٻگٽ وائسيدو
(ڪراچي جي واپار واري ايوان
جو عيوضي). خانبهادر عبداللطيف
حاجي هجرت خان، ايم ايل سي.
سردار ڪنگڊراءِ ٺاراڻي واءِ محمدار
ايم ايل سي اي، مسٽر هال جي
نائب. مسٽر حسين پساڻي عبدل
پاڻي لالجي.

١٣ جنوري ١٩٣٢ تي اول آف
ولنگڊن لائيڊ ٻراج ۽
ڪئنالن جو افتتاح ڪيو. لارڊ
ولنگڊن ان وقت وائسراءِ ۽ انڊيا
جو گورنر جنرل هو. افتتاح تي
لنڊن ٽائيمز ٻڌايو ته تمام
وڏي اهميت وارو هي ڪم لکين
ايڪڙن کي آبادي هيٺ آڻيندو.